# Computer Learning Book In Sindhi

## ڪمپيوٽر ڇا آهي؟

www.iqbalkalmati.blogspot.com

# ڪمپيوٽر جو مختصر سنڌي ۾ تعارف

جميل احمد عباسي

# ڪجھ پنهنجي بابت

نالو. جميل احمد عباسي
پيءُ جو نالو. روشن علي عباسي
ذات. عباسي/ڪلهوڙو
موبائل نمبر. 03004190211 ۽ 03453848482
ڄمڻ جي تاريخ. پھرين جنوري اوڻويهه سئو اُڻانوي (02-01-1989)
ڄمڻ جو ضلعو. دادو سنڌ
ڄمڻ جو شهر. سيتاروڊ/رحماني ننگر تعلقہ ڪي اين شاهہ
تعليم. Metric, Intermediate, B.Sc. CT (course of Teaching) D.I.T (Computer) Typing
دين/مذهب اسلام

ڪي جي ڪلاس ڪان وٺي پنجين ڪلاس تائين پنهنجي شهر سيتاروڊ جي اسڪول نالي گورنمينٽ پرائمري اسڪول رحماني روڊ ۾ پڙهيس ڇهين ڪلاس ڪان وٺي اٺين ڪلاس تائين سيتاروڊ جي هڪ نجي اسڪول نالي سر شفيع اسلاميہ اليمينٽري اسڪول ۾ پڙهيس نائين ڪلاس ڪان وٺي انٽر ڪلاس تائين سيتاروڊ جي اسڪول گورنمينٽ بوائز هائير سيڪنڊري اسڪول سيتاروڊ ۾ .B.Sc سنڌ يونيورسٽي مان ڪئي، سي ٽي جو ڪورس پاٽ شريف مان ڪيو، ڊپلومہ ڪمپيوٽر جي لعل شهبار ڪمپيوٽر اڪيڊمي دادو مان ڪئي، ٽائپنگ جو ڪورس پنهنجي شهر سيتاروڊ مان ڪيو،

## مشغوليون

الله پاڪ جي مهرباني سان ۽ ماءُ جي دعا سان ننڍي لاءِ ڪان وٺي ذهين ۽ هوشيار هيس جڏهن مان پرائمري پڙهندو هيس تڏهن پنهنجي ڪلاس وارن ڪي ڪتابن تي جلد چاڙهي ڏيندو هيس اتان مون ڪي ڪجھ پيسہ ملندا هئا بعد ۾ ڪرسيون واڻ سڪيس ۽ ڪيترين ئي ڪرسيون پيسن تي واڻيون ان ڪان بعد بجلي جي فٽنگ جو ڪم پڻ ڪرڻ لڳس ۽ اڄ تائين ڪندو رهان ٿو ان سان گڏوگڏ هڪ نجي اسڪول ۾ استاد ٿيس ۽ ڪمپيوٽر سکڻ شروع ڪيو ڏهہ سال نجي اسڪولن ۾ پڙهائڻ جو ڪم سرانجام ڏنو ۽ ڪمپيوٽر هارڊويئر ۽ سافٽ ويئر جو ڪم بہ خوب سکي ورتو جنهن بعد مان پنهنجي وڏي ڀاءُ جي مدد سان پنهنجو ذاتي نجي اسڪول نالي سَني برائيٽ ماڊل اسڪول ۽ ڪمپيوٽر سينٽر نالي انصار اڪيڊمي آف ڪميوٽر سائنس کوليو جتي هن وقت الله پاڪ جي مدد سان ٻارڙن ڪي بهترين تعليم ۽ تربيت ملي رهي آهي ان دوران مان اخباري دنيا ۾ بہ حصو ورتو ۽ ڪيترن ئي موضوعن تي لکڻيون پڻ لکيون ۽ اڄ بہ صحافت جي دنيا ۾ اڳيرو آهيان توڙي جو مان جاپان جي هڪ نجي ڪمپني ۾ ملازم آهيا تنهن هوندي بہ صحافت جي دنيا ۾ مشغول آهيان مان هڪ آرٽسٽ بہ آهيان ڪيترائي اسٽيج ڊرامہ پڻ ڪيا آهن منهنجي زندگي جو اصل مقصد انسان ڪي علم ڏيڻ آهي چاهي اهو انسان منهنجو دشمن چو نہ هجي پر ان ڪي بہ علم ڏيڻ لاءِ مان اڳيرو رهندس. دعا ڪيو تہ الله پاڪ مون ڪي انسان جي خدمت ڪرڻ ۾ مصروف رکي ۽ پنهنجي عبادت ڪان غافل نہ ڪري. آمين.

بسم الله الرحمن الرحيم

# انصار اڪيڊمي آف ڪمپيوٽر سائنس سيتارو ڊ

## ڪمپيوٽر جو مختصر سنڌي ۾ تعارف

## باءِ جميل احمد عباسي سيتارو ڊ

### ڪمپيوٽر ڇا آهي؟

ڪمپيوٽر بجلي تي هلندڙ هڪ مشين آهي جيڪا هڪ انسان ناهي آهي ڪمپيوٽر جي مدد سان اسان دنيا ۾ ٿيندڙ ڪاروهنوار تمام آساني سان ۽ ٿورڙي ٽائيم جي اندر ڪري سگھون ٿا

### ڪميوٽر جا حصا ڪهڙا آهن؟

ڪميوٽر جا هونئن ته جديد حصا تمام گهڻا اچي چڪا آهن جڏهن ته هر حصي جو ڪم پنهنجو پنهنجو آهي پر اسان هتي ڪجهہ اهم حصن جا نالا لکون ٿا ۽ انهن بابت مختصر تفصيل.

01- سي پي يو CPU - ڪمپيوٽر جو اهم حصو آهي هن جي ذريعي ڪمپيوٽر هلي ٿو ائين ڪٺي چئجي ته ڪمپيوٽر جو دماغ سي پي يو آهي جنهن ۾ انسان جي رکيل ڊيٽا محفوظ هوندي آهي هن ۾ اندر ڪيترائي اوزار هوندا آهن

02- مانيٽر ، ايل سي ڊي ، ايل اي ڊي . Monitor, LCD, LED. در اصل هي هڪ آئوٽ پٽ ڊوائيس آهي هن جي ذريعي سي پي يو ۾ اندر موجوڊ شين جي خبر پوي ٿي جڏهن اسان ڪو بہ ڪم ڪمپيوٽر تي ڪندا آهيون تہ اهو مانيٽر جي اسڪرين تي ظاهر ٿيندو آهي اصل ۾ هن جو نالو مانيٽر آهي پر جديد ٽيڪنالجي هن کي هڪ نئين شڪل ڏني هن کي ايل سي ڊي جو نالو ڏنو آهي ڪم ٻنهي جو ساڳيو آهي پر اها ڳالهہ ياد رهي تہ مانيٽر يا ايل سي ڊي ۾ ڊائريڪٽ ٽي وي (ڪيبل) نٿي هلي سگھي، پر هاڻ ان ۾ هڪ نئين اسڪرين آئي آهي جنهن کي ايل اي ڊي جي نالو مليل آهي ان مان اسان مانيٽر جو بہ ڪم وٺي سگھون ٿا ۽ ان تي اسان ڊائريڪٽ ٽي وي (ڪيبل) بہ ڏسي سگھون.

03- اسپيڪر- اسپيڪر آئوٽ پٽ دوائيس آهن جڏهن اسان ڪمپيوٽر ۾ ڪو نعت، حمد، گانو، فلم، يا ڪو به وڊيو ڏسندا آهيون ته ان جو آواز اسان کي اسپيڪرن مان ٻڌڻ ۾ ايندو آهي اگر ڪمپيوٽر ۾ اسپيڪر لڳل نه هوندا ته آواز نه ايندو.

04- ڪي بورڊ- ڪي بورڊ ڪمپيوٽر آپريٽ ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو هي ان پٽ دوائيس آهي هن جي ذريعي ڪمپيوٽر ۾ دنيا جي هر ٻولي، انگ ۽ نشانيون لکيون وڃن ٿيون. ڪي بورڊ ۾ ڪيترائي بٽڻ آهن هر بٽڻ جو پنهنجو پنهنجو ڪم آهي..

**ڪي بورڊ جا بٽڻ ۽ انهن جو تعداد ۽ ڪم**

| بٽڻن جا نالا | بٽڻن جو تعدا | بٽڻن جو ڪم |
|---|---|---|
| انٽر Enter | 02 | ڪنهن به پروگرام کولڻ لاءِ |
| اسڪيپ Esc | 01 | ڪليل پروگرام کي ڪينسل ڪرڻ لاءِ |
| F1 کان F12 | هر بٽڻ 01 | مددگاري بٽڻ |
| A کان Z تائين انگلش الفابيٽ | هر بٽڻ 01 | ڪو به بٽڻ لڳائڻ سان اهو اکر لکجي ويندو |
| شفٽ Shift | 02 | هر بٽڻ مان 2،3 نشانِيون لاءِ شفٽ پريس ڪيو |
| اسپيس Space | 01 | اکرن جي وچ ۾ وٿي ڏيڻ لاءِ اسپيس ڪبو |
| بيڪ اسپيس Backspace | 01 | وِٿي گهٽائڻ لاءِ بيڪ اسپيس |
| ڪئپس لاڪ Caps lock | 01 | ABC جا اکر ننڍا وڏا ڪرڻ لاءِ |
| ٽيب Tsb | 01 | اکرن جي وچ ۾ گهٽو مفاصلو ڪرڻ لاءِ |
| الٽر Alt | 02 | مددگاري بٽڻ |
| ڪنٽرول Ctrl | 02 | مددگاري بٽڻ |
| ونڪي Win key | 02 | مينيو بٽڻ |
| 0 کان 9 تائين | هر بٽڻ 02 | ڪو به انگ لکڻ لاءِ |
| ڊليٽ Delete | 02 | ڪنهن به فائيل کي ڊاهڻ لاءِ |
| نشانيون + - x / .{ } ( ) % | 02 | نشاني داخل ڪرڻ لاءِ |
| پيج اپ پيج ڊائون Page up, Down | 01 | پيج هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ |
| انسرٽ Insert | 01 | مددگاري بٽڻ |
| هوم Home | 01 | مددگاري بٽڻ |
| اينڊ End | 01 | مددگاري بٽڻ |
| اسڪرين شارٽ Screen Short | 01 | مددگاري بٽڻ |
| اسڪرول Scroll Lock | 01 | مددگاري بٽڻ |

05- مائوس Mouse- مائوس هڪ ان پٽ ڊوائيس آهي هن ۾ 2 بٽڻ آهن هڪ رائيٽ ڪلڪ ۽ ٻيو ليفٽ ڪلڪ، رائيٽ ڪلڪ لڳائڻ سان فائيل جو مينو کلي ايندو جڏهن ان مينيو مان توهان ڪجهه به کولڻ چاهيندو ته توهان کي ليفٽ ڪلڪ لڳائڻي پوندي. ڪنهن مائوس ۾ وچ ۾ هڪ ڦيٿو هوندو آهي جنهن کي اسڪرول چئبو آهي ان اسڪرول کي ڦيرائيندو ته پروگرام هيٺ مٿي ٿيندو. مطلب ته ڪنهن به پروگرام هلائڻ لاءِ مائوس تمام جلدي ان تائين پهچي وڃي ٿو به نسبت ڪي بورڊ جي.

06- سي ڊي روم CD ROM- سي ڊي روم جي ذريعي اسين ڪمپيوٽر ۾ ڪو به پروگرام هلائي سگهون ٿا اهو پروگرام چاهي ڪو سافٽ ويئر هجي، آڊيو هجي يا وڊيو هجي ان کي پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ محفوظ به ڪري سگهون ٿا پر سي ڊي روم اهو پروگرام تڏهن هلائيندو جڏهن اهو پروگرام سي ڊي جي ڊسڪ ۾ هجي، سي ڊي روم ڪڏهن به ڊي وي ڊي جي ڊسڪ نه هلائيدو .

07- ڊي وي ڊي روم DVD ROM- به سي ڊي روم جيان ساڳيو ڪم سر انجام ڪندو آهي هن ۾ اها ڳالهه وڌيڪ آهي ته ڊي وي ڊي روم پنهنجي ڊسڪ يعنيٰ ڊي وي ڊي جي ڊسڪ ته هلائيندو آهي پر سي ڊي جي به ڊسڪ هلائيندو آهي.

08- سي ڊي رائيٽر CD RW- سي ڊي رائيٽر جو ڪم به اهو ساڳيو آهي جيڪو سي ڊي روم جو آهي پر هن ۾ اها ڳالهه وڌيڪ آهي ته سي ڊي رائيٽر توهان کي ڪمپيوٽر ۾ محفوظ ڪيل مَواد توهان کي ڪنهن خالي ڊسڪ تي رڪارڊ ڪري ڏيندو. ڊسڪ صرف سي ڊي جي رڪارڊ ڪندو ڊي وي ڊي جي نه رڪارڊ ڪندو.

09- ڊي وي ڊي رائيٽر DVD RW- ڊي وي ڊي رائيٽر به اهو ساڳيو ڪم ڪندو آهي جيڪو سي ڊي رائيٽر ڪندو آهي هن ۾ به ڳالهيون رکيل آهن هڪ ته ڊي وي ڊي جي ڊسڪ هلائيندو آهي ۽ ٻيو سي ڊي جي ڊسڪ رڪارڊ ڪندو هن کي ڪومبو به چئبو آهي هن ۾ هڪ سپر ڪومبو ايندو آهي جيڪو سي ڊي ۽ ڊي وي ڊي يعنيٰ ٻئي ڊسڪون رڪارڊ ڪندو آهي.

10- هيڊ فون Headphone- هيڊ فون به دراصل اسپيڪر آهي هيڊ فون به اسپيڪروانگر آئوٽ پٽ ڊوائيس آهي پر اسپيڪر جڏهن هلندو آهي ته پر ۾ وينل ٻيا ماڻهون به ان جو آواز ٻڌندا آهن پر جڏهن هيڊ فون ڪمپيوٽر ۾ لڳائي ۽ ڪجهه پلي ڪبو آهي ته ان جو آواز صرف اهو ماڻهون ٻڌندو جنهن کي صرف هيڊ فون پاتل هوندي.

11- پرنٽر Printer- پرنٽر هڪ آئوٽ پٽ ڊوائيس آهي هي ڪمپيوٽر جو اهو حصو آهي جنهن جي ذريعي اسان پنهنجا رنگين فوٽو، ڪنهن به ٻولي ۾ لکيل خط، ڪتاب وغيره ڪمپيوٽر مان ڪنهن صاف پني تي پرنٽ ڪري سگهون ٿا پرنٽر بليڪ اينڊ وائيٽ به هوندا آهن ته ڪي رنگين.به

12- اسڪينر Scanner- اسڪينر هڪ ان پٽ ڊوائيس آهي جنهن جي مدد سان اسين ٻاهريون ڪو به پرنٽ ٿيل ڪاغذ، فوٽو، سرٽيفڪيٽ وغيره ڪمپيوٽر ۾ داخل ڪري سگهون ٿا..

13- مائڪروفونMicrophone - مائڪروفون ان پٽ ڊوائيس آهي هي ڪمپيوٽر جو اهو حصو آهي جنهن جي مدد سان اسين ٻاهريون آواز ڪمپيوٽر ۾ رڪارڊ ڪري سگهون ٿا.

14- ويب ڪئميرا Web Camera- ويب ڪئميرا ڪمپيوٽر جو اهو حصو آهي جنهن جي مدد سان اسين وڊيو رڪارڊنگ ڪري سگهون ٿا، فوٽو ڪڍي سگهون ٿا ۽ ڪنهن به مائٽ يا دوست سان وڊيو چيٽ به ڪري سگهو ٿا ان کي ڏسي به سگهون ٿا چاهي اهو ڪيترو به پري هجي به شرط ان وٽ انٽرنيٽ ۽ چيٽ آئي ڊي هجي مسئلن فيس بوڪ، ياهو، اسڪائيپ وغيره

15- ڊجيٽل ڪئميرا Digital Camera- جديد ٽيڪنالاجي ڊجيٽل ڪئميرا ايجاد ڪري گهٽي انتظار ڪان بچائي ڇڏيو آهي هڪ سيڪنڊ ۾ فوٽو ڪڍي ڪمپيوٽر ۾ اپ لوڊ ڪري دوستن مائٽن ڏانهن شيئر ڪري ڇڏيو.

16- ٽي وي ڊوائيس TV Device- ڪنهن به مانيٽر يا ايل سي ڊي تي ٽي وي هلائڻ لاءِ ٽي وي ڊوائيس هوندي آهي ڊائريڪٽ مانيٽر يا ايل سي ڊي تي ٽي وي نه هلندي آهي.ان جي ڪري ڊوائيس جي ضرورت پوندي آهي.

17- انٽرنيٽ موڊيم Internet Modium - انٽرنيٽ هلائڻ لاءِ هڪ ڊوائيس جي ضرورت پوندي آهي جنهن کي انٽرنيٽ موڊيم چئبو آهي

18- انٽرنيٽ حَبَ Internet Hub - جڏهن نيٽ هڪ کان وڌيڪ ڪمپيوٽرن کي ڏيڻ چاهيندا آهيون يا نيٽ ورڪنگ ڪرڻ چاهيندا آهيون ته اسان کي حَبَ جي ضرورت پوندي آهي. جنهن جي مدد سان اسان ڪيترن ئي ڪمپيوٽرن سان نيٽ ورڪنگ ڪري سگهون ٿا.

19- يو ايس بي ۽ ميموري ڪارڊ USB & Memory Card - يو ايس بي ۽ ميموري ڪارڊ وسيلي اسين ڪو به مواد هڪ ڪمپيوٽر کان ٻئي ڪمپيوٽر تائين آساني سان پهچائي سگهون ٿا.

20- فلاپي ڊرائيو Floppy Drive - ڪو وقت هيو جو يو ايس بي ۽ ميموري ڪارڊ جو ڪم فلاپي ڊسڪ کان ورتو ويندو هيو ان کي هلائڻ لاءِ ڪمپيوٽر ۾ فلاپي ڊرائيو موجود هوندي هئي ۽ اڄ به تقريبن ڪمپيوٽرن ۾ موجود آهي پر اڄ ڪلهه فلاپي جو دؤر نه آهي.جنهن جو استعمال به نه آهي

21- پاور سپلاءِ Power Supply- هي ڪمپيوٽر جو اهم حصو جنهن جي ذريعي سي پي يو ۾ بجلي پهچي ٿي هن جو ڪم سي پي يو جي مدر بورڊ هارڊ ڊسڪ سي ڊي روم ۽ فين تائين بجلي پهچائڻ آهي.

22- پاور ڪيبل Power Cable- پاور ڪيبل جي ذريعي بجلي سي پي يو ۽ مانيٽر، ايل سي، ڊي يا ايل اي ڊي تائين پهچي ٿي هن جو ڪم آهي بجلي پهچائڻ

23- وي جي اي ڪيبل VGA Cable - وي جي اي ڪيبل مانيٽر، ايل سي ڊي يا ايل اي ڊي مان سي پي يو جي اي جي پي يا وي جي اي ڪارڊ ۾ لڳندي آهي جنهن جي مدد سان سي پي جي ڊسپلي نظر ايندي آهي

24- مدر بورڊ Mother Board- هي سي پي جي اندر مين بورڊ هوندو آهي سڄي ڪمپيوٽر جو تعلق هن بورڊ سان هوندو آهي.

25- وي جي اي يا اي جي پي ڪارڊ VGA or AGP Card- هي مڌر بورڊ ۾ بلٽين لڳل هوندو آهي اگر اهو خراب ٿي پوي ته ٻيو لڳي سگهي ٿو هن ۾ مانيٽر يا ايل سي ڊي مان اينڊڙ وي جي اي ڪيبل لڳندي آهي جنهن بعد اسڪرين تي ڊسپلي نظر ايندي آهي.

26- سائونڊ ڪارڊ Sound Card- هي ڪارڊ به مڌر بورڊ ۾ بلٽين لڳل هوندو آهي ۽ خراب ٿيڻ جي صورت ۾ ٻيو لڳي سگهي ٿو هن ڪارڊ جي مدد سان ڪمپيوٽر آواز ٻاهر به ڪڍندو آهي ۽ ٻاهريون آواز مائڪروفون لڳڻ بعد رڪارڊ به ڪندو آهي

27- لين ڪارڊ Len Card- هي ڪارڊ به مڌر بورڊ ۾ بلٽين طور لڳل هوندو آهي ۽ خراب ٿيڻ کان بعد ٻيو لڳي سگهي ٿو لين ڪارڊ جي مدد سان اسين انٽرنيٽ استعمال ڪندا آهيون. جنهن ۾ انٽرنيٽ موڊيم مان تار هن لين ڪارڊ ۾ لڳندي آهي جنهن بعد انٽرنيٽ هلندي آهي.

28- ٽي وي ٽيونر يا ڪئپچر ڪارڊ TV Tuner or Capture Card - هي ڪارڊ مڌر بورڊ ۾ لڳل نه هوندو آهي پر لڳائڻو پوندو آهي هن ڪارڊ جي مدد سان اسين پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ ٽي وي (ڪيبل) هلائي سگهون ٿا ان سان گڏوگڏ اگر اسان ڪي ڪو پروگرام ٽي وي تان رڪارڊ به ڪرڻو پوي ته به رڪارڊ ڪري سگهون ٿا ڪئپچر ڪارڊ جي مدد سان، مطلب پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ اهو پروگرام محفوظ به ڪري سگهون ٿا.

29- پروسيسر Processor- ڪمپيوٽر جو هي هڪ اهم حصو آهي پروسيسر دراصل اسپيڊ آهي هي حصو مڌر بورڊ ۾ لڳل هوندو آهي پروسيسر مختلف ٿيندا آهن هر ڪنهن جي اسپيڊ مختلف هوندي آهي اگر پروسيسر مڌر بورڊ ۾ نه هجي ته ڪمپيوٽر نه هلندو.

30- ريم يا ڊي ڊي آر Ram or DDR- ريم يا ڊِي ڊي آر جو مڌر بورڊ ۾ اهم ڪردار آهي هن جو ڪم ڊسپلي ڏيڻ آهي ۽ پروسيسر کي پڻ طاقت ڏيڻ آهي اگر بورڊ ۾ ريم يا ڊي ڊي آر نه هوندي ته مڌربورڊ بيپ جو آواز ڏيندو ۽ اسڪرين تي ڊسپلي نه ڏيندو.

31- هيٽ سنڪ Heat Sink- مڌر بورڊ کي وڌيڪ گرم ٿيڻ کان تحفظ ڏئي ٿو هيٽ سنڪ ان کي پوري گرمائش ڏيڻ ۾ مدد ڪندو آهي..

32- هارڊ ڊسڪ Hard Disk- هارڊ ڊسڪ ڪمپيوٽر جو تمام اهم حصو آهي اسين ڪمپيوٽر ۾ جيڪو بہ مواد محفوظ ڪندا آهيون اهو مواد هارڊ ڊسڪ ۾ محفوظ ٿيندو آهي جڏهن تہ اسين جيڪو بہ پروگرام بہ انسٽال ڪندا آهيون تہ اهو پروگرام بہ هارڊ ڊسڪ ۾ انسٽال ٿيندو آهي هارڊ ڊسڪ کان سواءِ اسان ڪمپيوٽر ۾ ڪو بہ مواد محفوظ نٿا ڪري سگهون هارڊ ڊسڪ کي هارڊ ڊرائيو بہ چئبو آهي.

33- ڪمپيوٽر Computer- ڪمپيوٽر جي ڪنهن بہ هڪ حصي کي ڪمپيوٽر نٿو چئي سگهجي بلڪ توهان ان کي ڪمپيوٽر جو حصو چئي سگهو ٿا جڏهن اهي حصا مسئلن سي پي يو، مانيٽر، ڪي بورڊ، مائوس، اسپيڪر وغيره وغيره هڪ جاءِ تي رکي پوءِ اسين ان کي چئي سگهون ٿا ڪمپيوٽر.

34- سيل يا بيٽري Cell or Betty- هي مڌر بورڊ ۾ لڳندو آهي هن جو ڪم بايوز جي سيٽنگ کي محدوظ ڪرڻ آهي ۽ جڏهن اسان ڪمپيوٽر بند ڪري ڇڏيندا آهيون پوءِ ڪيترن ئي ڪلاڪن يا ڏينهن کان پوءِ کوليندا آهيون تہ ان جو ٽائيم ۽ تاريخ هن سيل جي ڪري بلڪل صحيح هوندو آهي هن کي مڌر بورڊ جو سيل يا بيٽري چئبو آهي.

35- ساٽا، پاٽا، ڊيٽا ڪيبل ۽ پاور پلگ Sata, Pata, Data Cable & Power Plug- ڊيٽا ڪيبلس مڌربورڊ مان هارڊ ڊسڪ يا سي ڊي، ڊي وي ڊي روم ۾ لڳندي آهي، ۽ پاور ڪيبلس پاور سپلاءِ مان هارڊ ڊسڪ يا سي ڊي، ڊي وي ڊي روم ۾ لڳندي آهي جنهن بعد مڌربورڊ انهن کي پاڻ سان ڳنڍيندو آهي. انهن ٻنهي ڪيبلس جو هارڊ ڊسڪ يا روم ۾ لڳڻ ضروري آهي.

## مڌر بورڊ جا اندريان حصا



36- بائيٽس، ڪي بي، ايم بي، جي بي، ٽي بي،پي بي، اي بي، زيڊ بي، واءِ بي
Bytes, kB, MB, GB, TB, PB, EB, ZB, YB اهي ڪيئن ٺهن ٿا ۽ انهن جو فل
فارم هيٺ ڏجي ٿو

| Multiples of bytes | | | |
|---|---|---|---|
| S. No | Value | Equal | Full Form |
| 01 | 1024 Bytes | 1 kB | Kilobyte |
| 02 | 1024 kB | 1 MB | Megabyte |
| 03 | 1024 MB | 1 GB | Gigabyte |
| 04 | 1024 GB | 1 TB | Terabyte |
| 05 | 1024 TB | 1 PB | Petabyte |
| 06 | 1024 PB | 1 EB | Exabyte |
| 07 | 1024 EB | 1 ZB | Zettabyte |
| 08 | 1024 ZB | 1 YB | Yottabyte |

دعاگو
جميل احمد عباسي سيتاروڊ رحماني ننگر
سني برائيٽ ماڊل اسڪول سيتاروڊ - انصار اڪيڊمي آف ڪمپيوٽر سائنس سيتاروڊ
وارڊ نمبر 05 پوسٽ آفيس سيتاروڊ تعلقه ڪي اين شاهه ضلع دادو سنڌ
تاريخ 2013-11-27 ٽائيم 01:30:52 ڏينهن اربع
رابطي لاءِ 03004190211

# انصار اڪيڊمي آف ڪمپيوٽر سائنس سيتارو ڏ

## ونڊوز ايڪس پي انسٽال ڪرڻ جو آسان طريقو سنڌي ۾

## تحرير جميل احمد عباسي سيتارو ڏ

منهنجا پيارا دوستو! سڀ کان پهريان مان اوهان کي اِهو ٻڌائيندو هلان ته ونڊوز ايڪس پي انسٽال ڪرڻ کان پهريان اوهان وٽ ونڊوز ايڪس پي جي ڊسڪ هجڻ لازم آهي ان کان پوءِ اُها ڊسڪ توهان پنهنجي سي پي يو جي سي ڊي روم يا ڊي وي ڊي روم ۾ داخل ڪيو ايڪس پي جي سي ڊي روم ۾ داخل ڪرڻ کان پوءِ توهان پنهنجي سي، پي، يو جي بايوز ( BIOS, Basic Input Output System) جي سيٽنگ ۾ وڃي اتان بوٽ جي آپشن ۾ وڃي فرسٽ بوٽ سي ڊي روم ڪري بايوز سيٽنگ محفوظ (سيو) ڪيو... مان هتي هڪ بايوز جي سيٽنگ تصوير جي صورت ۾ سمجهايان ٿو ۽ اهو واضع ڪندو هلان ته هر ڪمپيوٽر جو بايوز مخطلف هوندو آهي مسئلن ڊيل، ايچ پي، انٽيل، آءِ بي ايم، گيٽ وي، ايم پي سي وغيره وغيرو جو بايوز شيپ الحدو هوندو آهي مان صرف هڪ بايوز هي سيٽنگ سمجهايان ٿو پر ها بايوز ڪهڙو به هجي اتي بايوز جا آپشن ضرور هوندا........

هي هڪ بايوز جي تصوير آهي...



هاڻ توهان بوٽ جي آپشن ۾ وڃو




اگر سي ڊي روم هيٺ ڪنهن ٻه نمبر تي هجي ته ان کي پهريان رکو جيئن هت آهي.



هاڻ سيٽنگ محفوظ (سيو) ڪري ييس تي انٽر ڪيو.




بايوز سيٽنگ کان بعد جڏهن ڪمپيوٽر ري اسٽارٽ ٿيندو ته ڪمپيوٽر جي لوگي کان پوءِ هي اسڪرين ظاهر ٿيندي.




هتي توهان ڪي ڪي بورڊ مان ڪوبہ بٽڻ پريس ڪرڻو پوندو مثال اسپيس جو بٽڻ

ان کان بعد ڪمپيوٽر ۾ هي اسڪرين ظاهر ٿيندي




هاڻ توهان ٿورو انتظار ڪيندو ونڊوز ايڪس پي جا فائيل ڪاپي ٿي رهيا آهن جڏهن فائيل ڪاپي ٿيڻ بس ڪندا تہ هن نيري اسڪرين جي هيٺيان هي لکجي ايندو.

سيٽ اپ ڳس اسٽارٽنگ ونڊوز جيئن لکيل آهي.



ان کان پوءِ هي اسڪرين ظاهر ٿيندي جنهن جي لکيل هوندو ته انٽر ڪنٽينيو، آر ريپيئر، ايف 3 ڪوائٽ. توهان انٽر پريس ڪندو.




انٽر ڪرڻ کان پوءِ هيءَ اسڪرين ظاهر ٿيندي جنهن ۾ ونڊوز ايڪس پي جا ڪجھ شرط و شرائط لکيل هوندا جيڪي اوهان کي قبول ڪرڻا پوندا. هيٺ پٽي ۾ لکيڪ هوندو ته ايف 8 آءِ ايگري. توهان ايف 8 پريس ڪندو.



جڏهن توهان ايف 8 پريس ڪندو تہ توهان ڪي هڪ ٻي اسڪرين نظر ايندي جنهن ۾ سي ڊرائيو بابت ڪمپيوٽر پڇندو تہ توهان سي ڊرائيو جو اسپيس گهٽائڻ يا وڌائڻ چاهيو ٿا تہ آر ڪي پريس ڪري رپيئر ڪيو يا اسڪيپ ڪي پريس ڪيو اسڪرين هي آهي.



ان ڪان پوءِ هي اسڪرين ايندي جنهن ۾ توهان جي هارڊ ڊسڪ جا ٽوٽل پارٽيشن نظر ايندا. هيٺ پٽي ۾ لکيل هوندو انٽر انسٽال ڊي ڊليٽ ايف 3 ڪوائٽ



هي ڳالهہ يا ڪرڻ گهرجي تہ ونڊوز ڪنهن بہ پارٽيشن ۾ انسٽال ڪري سگهون ٿا پر اسان کي ڪرٽي سي ڊرائيو ۾ آهي پوءِ توهان  کي بورڊ جي ايرو بٽڻ جي مدد سان سي ڊرائيو کي سليڪٽ ڪيو. سليڪٽ ڪرڻ کان پوءِ ڊي بٽڻ کي پريس ڪيو ان کان پوءِ انٽر ڪنٽينيو ڪيو وري ايل بٽڻ پريس ڪيو.ان کان پوءِ هي اسڪرين نظر ايندي.




هنن آپشنن جو مطلب آهي تہ توهان جي ڊرائيو کي ڪيئن فارميٽ ڪيون ان سبب پڇي ٿو توهان ايروز جي مدد سان ٻئي نمبر کي سليڪٽ ڪيو جتي لکيل آهي فارميٽ دي پارٽيشن يوزنگ دي فيٽ فائيل سسٽم ڪئيڪ، هاڻ انٽر پريس ڪيو تہ اسڪرين هي ايندي.



جڏهن هي پٽي 100 پرسنٽ هلي ويندي تہ وري هي اسڪرين نظر ايندي جيڪا تمام جلدي 100 پرسنٽ هلندي.




بعد ۾ ونڊوز ايڪس پي جا فائيل ڪاپي ٿيندا جنهن ۾ ٿورو ٽائيم لڳندو اها پٽي بہ 100 پرسنٽ هلندي...



جڏهن 100 پرسنٽ پٽي پوري ٿيندي ته هڪ ڳاڙهي پٽي هلندي جيڪا 1 منٽ جي اندر 100 پرسنٽ هلندي بعد ۾ ڪمپيوٽر خود به خود ري اسٽارٽ ٿي ويندو جنهن جو مقصد ونڊوز ايڪس پي جو پهريون مرحلو پورو ٿي ويو حاڻ ٻيو مرحلو شروع ٿيندو. اها اسڪرين هيئن هوندي.




ياد رکڻ گهرجي جڏهن ڪمپيوٽر ونڊوز ايڪس جو پهريون مرحلو پورو ڪندو ته ري اسٽارٽ ٿيڻ کان پوءِ وري ساڳيو آپشن ڏيندو ته پريس ايني ڪي ٽو بوٽ فرام سي ڊي روم پر توهان ان محل کو به بٽڻ پريس نه ڪمدو . اگر پريس ڪندو ته وري ساڳيو پهريون مرحلو هلندو.تنهن ڪري ڪو به بٽڻ پريس نه ڪبو ان کان پوءِ هي اسڪرين نظر ايندي.



هاڻ ٻيو مرحلو  شروع ٿيندو جيڪو ڏسڻ ۾ 39 منٽن جو هوندو حالانڪ ايترا منٽ ڪونہ وٺندو ان ٻئي سيٽ اپ جي اسڪرين هي هوندي.




ڪجهہ منٽن ڪان پوءِ جتي 39 منٽ لکيل آهن ان جي هيٺيان هڪ پٽي ڏسڻ ۾ ايندي جيڪا 100 پرسنٽ هلندي ان ڪان پوءِ هي اسڪرين ڏسڻ ۾ ايندي.




هتي توهان نيڪسٽ تي ڪلڪ ڪيو

نيڪسٽ ڪرڻ ڪان پوءِ هي اسڪرين ظاهر ٿيندي جتي توهان کي ڪو بہ نالو لڳو پوندو جيئن مون لکيو آهي جاس ۽ جميل احمد عباسي توهان ڪو بہ نالو لکي سگهو ٿا نيم ۽ آرگنائيزيشن ۾.




نيم ۽ آرگنائيزيشن جي نيڪسٽ ڪرڻ ڪان پوءِ هي اسڪرين ايندي جتي توهان کان ونڊوز ايڪس پي جي سيريل کي گهرندو جيڪا هر ونڊوز ايڪس پي جي ڪور جي پٺيان لکيل هوندي آهي اها لڳائي نيڪسٽ ڪيو




**سيريل ڪي ونڊوز ايڪس پي جي QW4HD-DQCRG-HM64M-6GJRK-8K83T**

بعد ۾ هڪ ٻي اسڪرين ايندي جنهن ۾ توهان کي پاسورڊ بابت پڇندو اگر توهان پاسورڊ لڳائيندو تہ ونڊوز کلڻ محل توهان کان پاسورڊ گهرندو اگر نہ تا لڳائڻ چاهيو تہ صرف نيڪسٽ تي ڪلڪ ڪيو اسڪرين هي آهي..




ان کان بعد هي اسڪرين ايندي جنهن ۾ توهان کي صرف ٽايم ۽ شهر سيٽ ڪري نيڪسٽ ڪرڻو پوندو..



نيڪسٽ ڪرڻ ڪان پوءِ هاڻ ٿورو ٽائيم انتظار ڪيو ونڊوز ايڪس پي انسٽال ٿي ويندي ۽ ڪمپيوٽر ٻيو ڀيرو ٻه ري اسٽارٽ ٿي ويندو. ري اسٽارٽ ٿيڻ ڪان پوءِ ٽيون سيٽ اپ هلندو اهو ٽيون سيٽ اپ ڪڏهن ڪڏهن نه هلندو آهي پر اگر هلي ته هڪ آپشن ايندو جنهن ڪي او ڪي  ڪرڻ ڪانپوءِ ٻيس ڪرٽو پوندو بعد ۾ ان جي سيٽنگ هي ڪيو جيڪا ڦوٽو ۾ ڏيکاريان ٿو. ميڪسٽ ڪرڻ وقت اسڪرين هي هوندي.




پهرين نمبر آپشن تي چيڪ لڳائڻ ڪان پوءِ نيڪسٽ ڪيو. نيڪسٽ ڪرڻ بعد اوهان ڪان يوزر نيم گهرندو اتي ڪو به نالو لکو ڪمپيوٽر ته 5 يوزر نيم گهرندو پر توهان هڪ ئي لکو. جيئن مون لکيو آهي ان وقت اسڪرين هي هوندي..



هاڻ توهان جي ونڊوز ايڪس پي مڪمل انسٽال ٿي وئي يوزر نيم لکڻ بعد توهان کي فنش ڪرڻو پوندو بعد ۾ ويلڪم جي اسڪرين ايندي جيڪا هي هوندي.




ويلڪم اسڪرين کان پوءِ توهان جي ڪمپيوٽر ۾ ڊيسڪ ٽاپ نظر ايندو جيڪو ڪجھ هيئن هوندو.




منهنجا پيارا دوستو ! مون کي اميد آهي ته منهنجي هي سمجهاڻي جيڪا ونڊوز ايڪس پي ۽ ڪمپيوٽر جي حصن بابت هئي اها توهان کي ضرور پسند به آئي هوندو ۽ سمجھ ۾ به آئي هوندي. دعا ۾ ياد رکجو مهرباني